بزم ادب صوفي فقير جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر
ڇهون

بياد گار

مرحوم و مغفور حضرت صاحبزاده امداد
عباس صاحب "فدا" سرشاري
● جهوڪ شريف ●

# جلوه يار

شعرا بزم سرشار ڪراچي

"مسرور" ڪيفي
ڇپائيندڙ




بزم ادب صوفي فقير
عمرڪوٽ

كتاب: - جلوه يار
موضوع: - سوانح ۽ شاعري
دفعو: - پهريون 1962 - فروغ ادب - پوسٽ باڪس نمبر 4523
ڪراچي نمبر: 2
ٻيو سال 1996
ڇپائيندڙ: بزم ادب صوفي فقير
ڇاپيندڙ: ايلائيڊ پرنٽنگ ڪارپوريشن حيدرآباد فون 616523
قيمت: 30 رپيه

## بزم ادب صوفي فقير

باني : مخدوم محمد الزمان طالب المولي
سرپرست: اعلي حضرت صاحب ڪريم صوفي شاهه عطاالله ستاري سجاده نشين درگاهه عاليه صوفي شاه عنايت شهيد، جهوڪ شريف
چيئرمين: صوفي شمس الحق (سڪندر)
وائيس چيئرمين: سيد عنايت بخاري
جنرل سيڪريٽري: پريتم "پياسي"
جوائنٽ سيڪريٽري: زوهيب آريسر
پريس سيڪريٽري: جاني بنگلاٽي
فنانس سيڪريٽري: بار تا رام
چترڪار: پيشورام "باوفا"



اعليٰ حضرت صاحب ڪريم شاهه عطاالله ستاري
سجاده نشين درگاه عاليه
حضرت شاه عنايت الله رحه شهيد جهوڪ شريف

# اسان پاران

هن ڪتاب (جلوه يار) جي ڇپائي لاءِ بزم جي چيئرمين محترم عزت ماب فقير صوفي شمس الحق (سڪندر) صاحب جن حڪم ڪيو آهي تہ هي ڪتاب جلد شايع ٿئي، سندس حڪم جي تڪميل ڪندي، اسان هي ڪتاب سنڌ جي گهڻگهرن اڳيان پيش ڪري رهيا آهيون

هن قسم جا ڪتاب مارڪيٽ ۾ تمام ٿورا آهن، دُرِناياب مهراڻ شاعر نمبر، وڻجارن وايون ۽ هڪ اهڙو ڪو ڪتاب ڪراچي ۾ بہ ڇپيو هو، جنهن جو نالو ياد نہ اٿم، مذڪوره ڪتابن ۾ شاعر جي شاعري سان گڏ مختصر سوانح عمري ۽ فوٽا بہ ڏنل آهن، هي ڪتاب بہ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، اهڙا ڪتاب تاريخ جا ماخذ ثابت ٿيندا آهن.

فقير صاحب جي هي چوڻ نهايت ئي اهم ۽ افاديت واري آهي، هيئين بہ درگاهہ عاليہ صوفي شاهہ عنايت شهيد رحمة الله عليہ جي معتقد هئڻ جي ناتي اِهو فرض ۾ بہ آهي تہ هي ڪتاب وري ڇپائي شائقين اڳيان پيش ڪجي،

هن ڪتاب ڪي اول ۾ 1962ع ڌاري بزم سرشار ڪراچي جي تعاون سان "فروغ ادب ڪراچي - 2 " ڇپيو هو ۽ هي ٻيو ڇاپو بزم ادب صوفي فقير سندس شڪريہ سان شايع ڪري رهيو آهي، اميد آهي تہ پڙهندڙ حضرات قدر جي نگاهہ سان ڏسندا.

فقط خادم
پريتم پياسي
پوسٽ - صوفي فقير
وايا ڏورونارو
ضلعو عمرڪوٽ

ڪي ڪنهين جا ڪارڻي، ڪي پڻ ڪنهين پٽر
اسان ڪي صوفي شاه جو، آهي وسيلو. واهر
ٿڪن ڪي ٿاهر، جهلو جهوڪ ڏڻين جو.

# شعراء كرام

# گذارش

مڪتبهء فروغ ادب جي اشاعتي سلسلي جو پنجون ڪتاب "جلوه يار" پيش ڪجي ٿو.

"جلوهء يار" بزم - سرشار ڪراچي جي اراڪين شعراء جي چونڊ ڪلام، سوانح ۽ فوٽوئن تي مشتمل آهي ۽ بزم پاران ترتيب ڏنو ويو آهي.

بزم - سرشار ڪراچي جي پاران اهڙا ٻيا به ڪتاب سلسلي وار ترتيب ڏنا ويندا جنهن جي اشاعت جو سمورو اهتمام مڪتبهء فروغ ادب پاران ڪيو ويندو.
اميد ته ادب نواز دوست اهو سلسلو ضرور پسند ڪندا ۽ اداره کي همٿائيندا جيئن ته ڪتابن جي اشاعت جو هي سلسلو باقاعدي جاري رکي سگهجي.
هن وقت اداره جا هيٺيان ڪتاب اشاعت هيٺ آهن:-
"بينگال ۾ اجنبي" مصنف ابراهيم جليس، "سنڌ ڀڪار طارق اشرف"، جديد سنڌي شاعرن جي چونڊ ڪلام تي مشتمل ڪتاب "روح رهاڻ" مرحوم شاعرن جي ڪلام جو انتخاب "سي لاهوتي لڏي ويا" ۽ اردو جي نامور افسانه نگار ڪرشن چندر جي ترجمو ٿيل بهترين افسانن جو مجموعو "دل ڪنهن جي دوست نه آهي" ادارو پنهنجي پرخلوص دوستن ۾ اميد ٿو رکي ته هو نه رڳو پاڻ اداري جا ڪتاب خريد ڪري ڪيس همٿائيندا پر ٻين دوستن کي به اداري جي سرپرستي لاءِ آماده ڪرڻ فرمائيندا.

٥

# بزم "سرشار" ڪراچي

بزم سرشار ڪراچي جو قيام، استادالشعراء حضرت الحاج الھه بخش صاحب "سرشار" عقيلي جن جي شاگردن دوستن ۽ عقيدتمندن جي ڪوششن سان گڏريل مهيني عمل ۾ آندو ويو. حضرت "سرشار" صاحب جن جي ذات گرامي سنڌي ادبي حلقن ۾ ڪنهن به تعارف جي محتاج ڪانهي. سندن ادبي سرگرميون وڏي عرصي کان جاري آهن ۽ جيئن پوءِ تيئن انهي ۾ اضافو پيو ٿيندو وڃي. ڪراچي ۾ سنڌي ادبي محفلن جو وجود ۽ شعر وشاعري جو ذوق پڻ سندن ڪاوشن جو نتيجو آهي، ڪراچي جا ادبي حلقا ڪيتري وقت کان آرزو مند هئا ته هو پنهنجي هن عظيم محسن جي نالي سان هڪ بزم قائم ڪري سندن خدمتن جو اعتراف ڪن ڇاڪاڻ ته هڪ اديب کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ جو اهو ئي هڪ طريقو نهايت مناسب ۽ موزون آهي. خداوند عالم جا لک لک احسان جو جملي ياڙن جون ڪوششون بارآور ٿيون ۽ بزم سرشار جو قيام عمل ۾ آيو.

بزم جا عهديدار هن ريت چونڊيا ويا آهن :-

سرپرست :- استادالشعراءِ حضرت "سرشار" عقيلي صاحب

صدر :- جناب يار محمد صاحب ٽانوري "مسلم"

نائب صدر :- جناب ساجد سرشاري صاحب، جناب مسڪين سرشاري صاحب،

جنرل سيڪريٽري :- جناب "تاج" بلوچ صاحب،

جائنٽ " جناب "آتش" سرشاري صاحب،

نشر و اشاعت :- جناب "قيصر" اسيري صاحب،
خزانچي :- جناب "مسڪين" سرشاري صاحب.

## ورڪنگ ڪميٽي

محمد خان "مسرور" ڪيفي، "نسيم" ابڙو، "سارنگ"، "شاڪر" سرشاري، عبدالرحيم "صابر"، "جوهر" سرشاري.

بزمِ ياران هر مهيني هڪ ادبي اجتماع ڪوٺائين ۽ ادبي ڪتابن جي اشاعت جو فيصلو ڪيو ويو، ڪتابن جي اشاعت لاءِ هڪ جدا اشاعت ڪميٽي مقرر ڪئي جا هيٺين ريت آهي:

چيئرمن :- "مسڪين" سرشاري،
مواد جو انتخاب :- "ساجد" سرشاري، "شاڪر" سرشاري
ترتيب :- "آتس" سرشاري،
ڇپائي :- "مسرور" ڪيفي.

بزمِ ياران ترتيب ڏنل جملي ڪتابن جي ڇپائي جو سمورو ڪم مڪتبهءِ فروغِ ادب جي حوالي ڪيو ويو آهي. بزم جي اشاعتي سلسلي جو پهريون ڪتاب "جلوهءِ يار" ادب نواز دوستن اڳيان حاضر آهي جنهن ۾ بزمِ "سرشار" ڪراچي جي اراڪين شعراءِ جو چونڊ ڪلام شامل ڪيو ويو انهي ڪان پوءِ هر هڪ شاعر جو جدا جدا مجموعءِ ڪلام ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل سرشاري ڀائرن جي ڪلام جو انتخاب سلسلي وار پيش ڪيو ويندو.

بزم جي ٻي اشاعت جناب "مسڪين" سرشاري صاحب جي ڪلام تي مشتمل "پرين پچار" زير ترتيب آهي.

# مونوگرام بزم سرشار ڪراچي



هي مونو گـــرام بزم سرشار انهيءَ خيال سبب اختيار ڪيو آهي جو ســـورج مکي گل جو مکڙو هميشه ان طرف ويندو آهي جيڏانهن سج ويندو آهي. يعني ان کي هميشه روشني جي ضرورت آهي. روشني منبع علمِ الاهي آهي. حديـــث شريف ۾ حضور جن فرمايو آهي ته :-

”اُطلُبوا العِلم مِنَ المَهدِ اِلَی اللَّحدِ“

ترجمو : تلاش ڪريو الاهي علم جي، پينگهي کان وٺي قبر تائين.

# انتساب

بزم سرشار ڪراچي جي هي پهرين پيشڪش

منسوب ڪجي ٿي

سرشاري برادري جي هڪ وچڙيل ساٿي مرحوم

و مغفور صاحبزاده امداد عباسي صاحب

"فدا" سرشاري

ڏانهن

جنهن جي خلوص ڪي سنڌ جا ادبي حلقا ۽ خصوصاً

سرشاري پاٿر ڪڏهن به ڪين وساري سگهندا

وڏي سڪ وچان

اراڪين بزم سرشار ڪراچي



مرحوم و مغفور صاحبزادہ امداد عباس صاحب
"فدا" سرشاري

# "فدا" سرشاري ميرانپوري

صاحبزاده امداد عباسي شاه ولد حضرت صاحب كريم الحاج صوفي عبدالستار شاه صاحب سجاده نشين درگاه جهوك شريف.

١٩٥٢ع ۾ ساجد جي معرفت سبق ورتائين پوءِ كراچي ۾ گڏجڻ ٿيندو رهيو ۽ كلام بہ موكليندو رهيو. ادبي كمن ۾ تمام گهڻو چاه وٺڻ لڳو ۽ رسالہ فردوس هالا كي پنهنجو كلام موكليندو رهيو.

١٩٥٣ع ۾ "بزم سخن" صوفي جهوك شريف جو پايو وجهي ٢٧-١٠-٥٣ تي انجي پهرين كانفرنس بہ سڏايائين پر سرشار جو وڃڻ نہ ٿيو. طرح مصرع هئي :- "الاهي چشم سدا منهنجي اشكبار هجي"

١٦-١٠-٥٤ع تي ٻي كانفرنس جهوك شريف ۾ شاه عنايت شهيد رحمة الله عليہ جي عرس مبارك جي موقعي تي سڏايائين، جنهن جي صدارت حضرت طالب المولى كئي. طرح "سرشار" جي هن ريت ڏنل هئي :- "شيرين سخن جي آهي ٿي بزم سخن ۾ ڌوم"

ٽي كانفرنس ٥-١٠-٥٥ ۽ ٦-١٠-٥٥ تي ساڳي موقع تي سڏايائين، جنهن جي صدارت سرشار كئي.

ان حقيقت كان كوبہ صاحب انكار كونہ كندو تہ لاڙ ۾ اڄ كلهہ ٿيندڙ ادبي كانفرنس جو بنياد حضرت فدا مرحوم وڌو.

(فدا صاحب ١٦ رمضان ١٣٧٩هہ تي وفات كئي)

# توُن ئي توُن

توحيد جي ڪلمي جا ٻئي جزا
اقرار ٻه تون انڪار ٻه تون
آهين ظاهر ۾ ٻه، تون ئي ظاهر
آهين باطن جو اسرار ٻه تون

منهنجي ساه سندو سينگار ٻه تون
منهنجي جيءَ سندو جنسار ٻه تون
منهنجو من ۾ تون منٺار ٻه تون
منهنجي دل ۾ تون دلدار ٻه تون

سرڪار ٻه تون سردار ٻه تون
منهنجي پرت ٻه تون منهنجو پيار ٻه تون
منهنجو حال ٻه تون منهنجو قال ٻه تون
منهنجي وندر ورونهه ويچار ٻه تون

منهنجي عصمت حشمت شوڪت تون
منهنجي نعمت رحمت برڪت تون
منهنجي الفت چاه محبت تون
منهنجي عشق سندو اظهار ٻه تون

منهنجو خواب ٻه تون منهنجو خيال ٻه تون
منهنجو ذڪر ٻه تون منهنجو فڪر ٻه تون
منهنجو درد ٻه تون منهنجو دارو ٻه تون
منهنجو غم ۾ تون غمخوار ٻه تون

منهنجو غمزو ٻه تون منهنجو عشوو ٻه تون
منهنجو نينهن ٻه تون ۽ نياز ٻه تون

منهنجو ساز بہ تون آواز بہ تون
منهنجي لئي پي تون منهنجي تار بہ تون
منهنجو ساقي تہ تون منهنجو ساغر تون
منهنجو جام بہ تون مينا پي تون
منهنجو آب بہ تون ۽ شراب بہ تون
منهنجو ڪيف بہ تون تہ خمار بہ تون
منهنجي آن بہ تون منهنجي جان بہ تون
منهنجو نام بہ تون تہ نشان بہ تون
منهنجو شاہ بہ تون اڳواڻ بہ تون
مهندار بہ تون مختار بہ تون
مسجود بہ تون معبود بہ تون
منهنجو ورد بہ تون تہ درود بہ تون
صلواة بہ تون تہ سلام بہ تون
اوراد بہ تون اذڪار بہ تون
منهنجو قرب بہ تون منهنجو چاہ بہ تون
منهنجو حسن بہ تون منهنجو ناز بہ تون
منهنجو عشق بہ تون منهنجو معشوق بہ تون
منهنجو آهين عاشقِ زار بہ تون
منهنجو هادي تون منهنجو مرشد تون
منهنجو مالڪ تون منهنجو رهبر تون
بس تون ئي تون آهين تون ئي تون
منهنجو مهدي بہ تون مهندار بہ تون
تون ئي جانِ فدا، ايمانِ فدا، ايقانِ فدا، عرفانِ فدا
آغازِ فدا، انجامِ فدا آهين اول جو اقرار بہ تون



استاد الشعراء حضرت الٰہ بخش صاحب سرشار عقیلی

# استاد الشعراء حضرت سرشار عقيلي صاحب

ٺٽي جي مردم خيز سرزمين، اهڙن اهڙن عظيم شخصيتن کي جنم ڏنو، جن عالم - انسانيت کي پنهنجي علم ۽ فڪر سان روشني بخشي. هي اها سرزمين آهي جنهن ۾ هزارين عالم، اوليا، مفڪر، محدث، مفسر، مؤرخ، شاعر، اديب، حڪيم، امير ۽ اڳواڻ پيدا ٿيا. انهي مقدس سرزمين جي هڪ متقي ۽ برگزيده شخصيت حضرت مرحوم مغفور الحاج حافظ محمد صديق صاحب رحمت الله عليه ٢١ جنوري سنه ١٩٠٧ع جو الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان فرزند ارجمند عطا ڪيو، جنهن جو نالو الله بخش رکيو ويو.

هي نومولود اڳتي هلي حضرت الحاج الله بخش صاحب سرشار عقيلي جي نام - نامي اسم گرامي سان مشهور ٿي ملڪ جي اعليٰ علمي ۽ ادبي جاءِ والاري.

١٩٢٥ع تائين جناب سرشار صاحب علم - قرآن، علم - حديث، علم عروض علم هيئت، علم تاريخ و فقه ۾ مهارت حاصل ڪئي. ١٩٢٧ عيسوي ڌاري فارسي ۾ بي - اي آنرس تائين تعليم پرائڻ کان پوءِ، پهرين آڪٽوبر ١٩٢٨ عيسوي کان روينيو کاتي ۾ سنڌ

نوڪري جو آغاز ٿير ۽ اڄ ڏينهن ڪمشنر جي گريڊ ڪورٽ آف وارڊ آهن.

حضرت سرشار صاحب جن اهڙي وقت سنڌي زبان جي خدمت لاءِ ڪمربسته ٿيا. جڏهن ڪراچي جي سنڌي زبان جي حالت، خصوصاً ادبي لحاظ کان نهايت قياس جوڳي هئي. پاڻ حالتن جو اندازو لڳائي، الله جو آسرو ڪري محفل - احباب جو بنياد وڌائون. محفل-احباب جي پرڪشش ادبي ميڙن سنڌي زبان جي مشتاقن ۽ ۽ خدمت گذارن کي هڪ پليٽ فارم تي جمع ڪيو. سيڪڙات شاعرن کي علم - عروض جي تعليم ڏنائون. انهيءَ چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته هن چئن شاعرن کي ڇڏي باقي ڪراچي جي سڀني شعراءِ ڪرام، حضرت سرشار صاحب جن کان شعر و سخن جي تعليم پرائي آهي.

حضرت سرشار صاحب جن جا شاگرد نه رڳو ڪراچي پر سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل آهن جن مان ڪي استادانه صلاحيت جا مالڪ آهن.

حضرت سرشار صاحب جن نهايت خليق، مهربان، متواضع، ساده طبيعت ۽ نيڪ دل بزرگ آهن.

ٽل :- وائـي نـہ كر ٻـي وات
ڳالهہ اجائـي
سـڄـڻ سـوا سـڀ

١- تيل ڏئي جو وٽ کان ويجهو
ڪـان ويجهو
پاڻ پريـن نڙ گهٽ
ويجهـي جـي كر تـات
وچائـي ڏور ويـا تـن وات

٢- چنڊ نہ يار جي جوڪي کان وڏ
کان وڏ
پاڻ پريـن چانڊوڪي
اڪـيـو آڏي رات
چت ۾ لائـج چنـڊ سهائـي

٣- مينهن جا قطرا ماڪ جي پويان
چاڪ چڪي هـر چاڪ جي پويان
بـونـد بـره بـرسـات
وس هي ڪنهن جي وس ۾ نہ آئي

٤- سڪ سرشار ڳلـسـي ايلاچـي
نرت نـوازي تـو چام تماچي
ڪانهـڻ پڇـي تـو ذات
اڳهي تسم اڳهي تـي قرب ڪـائي

———ڌ———

(حضرت لعل شهباز قلندر رحہ جي فارسي غزل جي تتبع تي)

فراق - يار کان دل جي تپش ۾ رقص ڪريان ٿو
پچن ٿا داغ ۽ تن جي خلش ۾ رقص ڪريان ٿو

۾ بزم - ناز جڏهين ٿو هجوم - عاشقان گڏ ٿي
ته هڪڙي قرب واري جي ڪشش ۾ رقص ڪريان ٿو

صراحي ڪي ڇيو باده ته ساقي جي نگاهن ۾
ڏسان ٿو مست جام - باده ڪش ۾ رقص ڪريان ٿو

حضور - يار منهنجي لغزش - پا عفو جي قابل
جو هن بيتاب دل جي ڪمڪش ۾ رقص ڪريان ٿو

لڏي قاصد ڏنو خط يار کي ۽ هن پڇيو هي ڇا؟
چيائين هيج ۾ هلندي روش ۾ رقص ڪريان ٿو

رديف - حضرت - شهباز شاهنشاهہ مروندي
پڙهان ٿو، زخم - تير - نيم ڪش ۾ رقص ڪريان ٿو

شب - مهتاب اي "سرشار" تنهائي ستائي ٿي
ته ياد - حسن روئے ماه وش ۾ رقص ڪريان ٿو

---

١- دل - بيتاب گستاخي نہ ڪر ڪا يار جي ويجهو
لڏن جت نانگ ڪاريهر پيا رخسار جي ويجهو

٢- ڪشش ڪا حسن جي آهي جهڪي ٿي خود بخود گردن
چمان ٿو پير قاتل جا وڃي تلـــوار جي ويجهو

٣- مرض جي چا مجال آهي، اجل خود پي وڃي موٽي
مسيحا جي اچي هيڪر هلي بيمار جي ويجهو

٤- اشارن ۾ ٿيا جي قول سي سمجهان تہ چا سمجهان
نڪي اقرار جي ويجهو نڪي انڪار جي ويجهو

٥- بظاهر دين جي دعويٰ بباطن سڀ رياڪاري
نہ ڏس تون شيخ جو جبو نہ وڃ دستار جي ويجهو

٦- عجب ڪونهي مٽي ٿوڪي لسي جي ڪير جو ڪائل
وفا جو ڪو مٽان نالوولـي "سرشار" جي ويجهو

---

ڏل- ڀاس ڪجهه، سمجهي ڀاڪو ڀرت جي ڀنار جي
جيئن ٿي جانب کي ڏسندا تيئن آڄ وڌي ديدار جي

وصل ۾ محبوب منهنجي ساھ سان آهي مگر
وره ۾ ٻي ويڇڙو ڪا وٿ نہ آهي وار جي

لام لٺ جي تانگهہ، ناهي، يار کي تر جيتري
هو تہ هيڪاري ڪري ٿو سونهن وڌ سينگار جي

سرس سيني کان ٿو سونهين محب منڊي ٽڪ جيان
جي٭ ۾ جانب کي جڙي ڇڏ، جوڙ جيئن وينجهار جي

سڌ ڙيو هو، ۾ اڃي ٻيو سام سمـــن شاھ جي
ملڪ ۾ مشهور ٿي سڪ لهڻوي "سرشار" جي

---

# يار محمد ٽانوري "مسلم"



جناب مسلم صاحب جن سنه ١٩٠٨ع ۾ پيدا ٿيا سندن عمر جو وڏو حصو ملڪ جي نونهالن جي تعليمي خدمت ۾ صرف ٿيو، هن وقت سندن ڪيترائي شاگرد وڏن وڏن عهدن تي مامور آهن. پاڻ نهايت سادگي پسند، مستقل مزاج ۽ بي لوث خدمت گذار آهن.

"مسلم" صاحب جون ملڪي ۽ ملي خدمتون تعريف جوڳيون آهن. جمعيت الشعراء پاران ڪراچي ڊويزن جا آرگنائيزر، بزم - حڪيم جا جنرل سيڪريٽري ۽ بزم سرشار ڪراچي جا صدر آهن. ڪراچي جي ادبي بزمن جي تنظيم ۽ اديبن ۾ اتحاد سندن محنتن ۽ ڪوشش جو ئي نتيجو آهي. سندن شاعري جو دور سنه ١٩٢٨ع ڌاري شروع ٿيو. پاڻ هڪ نهايت سرگرم ۽ باعمل شخصيت جا مالڪ آهن. حضرت "مسلم" صاحب جن هن وقت ادبي ڪانفرنس سڏائڻ لاءِ ڪوششون وٺي رهيا آهن. خدا شل کين ڪاميابي ۽ ڪامراني عطا ڪري.

ڪُل انبيا ۾ شان آ برتر رسول جو
ناهي منجهن ڪو ثاني و همسر رسول جو

ايران و روم و مصر و عرب هند سنڌ ۾
پيغام عام ٿي ويو گهر گهر رسول جو

قرآن کي مان چو نہ چوان زنده معجزو
فيض آهي جاري اڄ بہ برابر رسول جو

ڪوڙين ڪيائون ڪشف وڪرامات ومعجزات
شق القمر آ معجـــزو بهتر رسول جو

سڀ عشق سان مديني هلو، جو مديني ۾،
معراج مومنن جو ٿيو در رسول جو

آهن حسن حسين جگر گوشهٔ رسول،
داماد شان وارو آ حيدر، رسول جو

آ مسلم - مسلمؔ، "مسلم" فقط آهو،
جو دم بدم رهي ٿو ثناگر رسول جو.

---

يار عهدِ شباب ڇا ڇئجي
پوءِ شرم و حجاب ڇا ڇئجي

امتحان بار بارِ ورتئي پر
ٿي ويس ڪامياب ڇا ڇئجي

روز شب انتظار فڪر و غم
دردِ دل پيچ و تاب ڇا ڇئجي

تيرِ يا زلفِ دتا يا ناز و ادا
حسن جو انتخاب ڇا ڇئجي

پروسو زندگيءَ سند و توبهه
جا ٿي مثل حباب ڇا ڇئجي

سڀ ڇڏي هن پسند مونکي ڪيو
يار جو انتخاب ڇا ڇئجي

حشر ۾ ڪنهن جو توتي اي "مسلم"
نہ حساب و ڪتاب ڇا ڇئجي

---

# "ساجد" سرشاري



نالو :- دوست محمد، تخلص "ساجد" نسبت سرشاري، والد جو نالو ولي محمد، ذات سمون، عمر اٽڪل چاليهه سال شاعري ۾ سندن استاد حضرت "سرشار" عقيلي آهن. پاڻ ١٩٣٨ع کان شاعري شروع ڪئي اٿن.

"ساجد" صاحب پنهنجي سنجيده طبيعت ۽ مخلص انسان هئڻ جي حيثيت سان سنڌ ۽ ڪراچي جي جملي ادبي حلقن ۾ ڪافي مشهور ۽ هردلعزيز تصور ڪيا وڃن ٿا. سندن طبيعت جو رجحان اصلاحي شاعري ڏانهن آهي. سندن دوستن جو حلقو تمام وسيع آهي پاڻ محفل - احباب، بزم - طالب المولي ۽ بزم محراب - ادب جا علي الترتيب جائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري ۽ صدر رهي چڪا آهن. هن وقت پاڻ بزم - سرشار جا نائب صدر ۽ جمعيت الشعراءِ سنڌ جا جائنٽ سيڪريٽري آهن.

اي عدو! طاقتِ اظهارِ بيان پيي ٿو رکان
بي زبان ڄاڻ نہ مونکي مان زبان پيي ٿو رکان

شير جي دل ٿو رکان عزمِ جوان پيي ٿو رکان
پر جوان عزم سان گڏ تاب و توان پيي ٿو رکان

باغبان! تنهنجي هر هڪ فتني کان واقف آهيان
عقل و هوش ايترو اي مهربان مان پيي ٿو رکان

پرزه پرزه ٿي وڃن جنهن سان بتانِ آذر
اهڙو مان جوشِ براهيمي اذان پيي ٿو رکان

حسنِ گلشن کي ڪيو دشمنِ گلشن تو تباه
تو ۾ شڪ اهڙو شبو اهڙو گمان پيي ٿو رکان

دشمنن جي جي پڻون سٽ ٿا ڇنيو ڇاتي ڇڏين
مان سخن جا سي تکا تير و ڪمان پيي ٿو رکان

عصمتِ گل جو قسم، فرقتِ گل ۾ "ساجد"
دردِ دل، دردِ جگر، دردِ نهان پيي ٿو رکان

---

دل اهائي خدا جو گهر آهي
جنهن ۾ همدرديءَ بشر آهي
ڇا صداقت سان واسطو آن جو
جنهن جي لب تي اگر مگر آهي
ڀين جي ڀويان لڳي تباه ٿئين
ڀوءِ مون تي ڇو ڏک ڏمر آهي
جيڪو ڏاڍو سو ڳابو، ليڪ هي دوست
باخبر هوندي بيخبر آهي
ٿيندا ڪيئن سر بلند سي، جن جي
سر جهڪائڻ لئي سنگِ در آهي
آدميت لئي جو جيئي ۽ مري
آدمي سو ئي فخر ور آهي
آدميءَ لاءِ ڪسوٽي ۽ پرک
جذبهءِ خدمت ـ بشر آهي
عالمي امن جي تباهي لئي
ڪاهي پيو سامراجي شر آهي
هر سو جوبن تي آهي صبح ـ بهار
هت خزان جي اڃا سحر آهي
قوم ـ "ساجد" آمرده، مرده لئي
جهڙو گهر آهي تهڙو بر آهي.



# "مسڪين" سرشاري

نالو :- الحاج محمد دائود، تخلص مسڪين، نسبت سرشاري والد جو نالو ابراهيم، ذات ڪڇي، تاريخ ١٥ آگسٽ ١٩١٥ع ۾ پيدا ٿيا. سندن شاعريءَ جو دور ١٩٥١ع کان شروع ٿئي ٿو. شاعري ۾ سندن استاد، حضرت سرشار عقيلي آهن. ڪراچي جي علمي و ادبي خدمت ۾ سرگرمين ۾ هميشه پيش پيش رهندا آيا آهن ۽ ڪراچي جي ممتاز شاعرن مان شمار ڪيا وڃن ٿا. پنهنجي نمائي پرخلوص ۽ شريف طبيعت جي ڪري جملي احباب ۾ "سباجهڙو شاعر" جي نالي سان مشهور آهن. سندن حسن - اخلاق ۽ بلند ڪردار جو سيني ڪي اعتراف آهي. سندن دوستن جو حلقو تمام وسيع آهي پاڻ محفل - احباب جا خزانچي، بزم - سرشار جا خزانچي نائب صدر پڻ آهن.

هو نور نبي رخشان جڏهين موسيٰ بہ نہ هو ۽ طور نہ هو
مستور اڃا هو نورِ خدا ڪعبہ بہ اڃا معمور نہ هو

ان وقت بہ گوشہ غار۔ حرا ۾ شمع رسالت هئي روشن
هئي رات زماني تي طاري قنديل نہ هو ڪافور نہ هو

جيسين نہ ڪيو تو شاه۔ عرب هي ميڪدهٴ توحيد بپا
ساقي نہ ڪيو تو جام عطا مئخوار بہ ڪو مخمور نہ هو

مخمور نگاهن تان صدقي مان هاڻ نشو گهٽ چو ٽوڏسان
ڪو وقت نہ هو ساقي جڏهين تو جام ڏنو پر پور نہ هو

جو جسم نبي هو بي سايع ان جو بہ پسينو معطر هو
سا ذات مقدس ڇا ڇئجي جي خود هو خدا جو نور نہ هو

مرن ڪي بہ رخ زيبا جو ڪو ديدار ملي يا شاه عرب
محرومِ جمالِ يار آهيان روضو تہ نظر ڪان دور نہ هو

”مسڪين“ عجب هي عشق نبي جي ٺيس لڳي ٿي سيني ۾
مون سونہ ڏٺو ڪو پٿر دل شيشي جي طرح جو چور نہ هو

———

نيڪ و بد جو تہ ڪو حساب رهي
منهنجي اڳيان اگر شراب رهي

فضل تنهنجو ته بي حساب رهي
منهنجو ٻيڙو ته سطح آبي رهي

هي تہ منهنجيون ئي ڪاوشون آهن
حسن تنهنجو ته ڪامياب رهي

مان ازل کان ئي ٿي ويس تنهنجو
توکي مون کان ٿو پر حجاب رهي

غير سان مهربان پنهنجن لئہ
تنهنجي دل ۾ ٿو پيچ و تاب رهي

سچ اگر ٿو چئي ڪوئي "مسڪين"
سو ئي اڄ ته تہ عذاب رهي



# "مسرور" ڪيفي

نالو :- صالح محمد، تخلص مسرور ڪيفي، والد جو نالو عبدالـــرحمان، ذات ميمڻ. تاريخ ولادت ٢٨ فيبروري ١٩٢٨ع سندن شاعري جي ابتدا ١٩٤٦ع کان ٿي ۽ پاڻ اردو ۽ سنڌي جي بهترين شاعرن مان شمار ڪيا وڃن ٿا.

پاڻ ١٩٤٩ع کان ١٩٥٨ع تائين ٻارن جو رسالو "دوست" (اردو) ڪڍيائون ۽ ١٩٥٣ کان ١٩٦٠ع تائين اردو ادبي پرچو "شاهڪار" هلائيندا رهيا. پاڻ "مڪتبهٔ فروغِ ادب ڪراچي" جا باني ۽ مالڪ آهن.

مسرور صاحب ڪراچي جي ادبي جماعتن جا سرگرم رڪن ۽ بزمِ سرشار جي ورڪنگ ڪميٽي جا ميمبر آهن. پاڻ سنجيده طبيعت، بلند ڪردار ۽ اعليٰ اخلاق جا مالڪ آهن.

---

دل پريشان چشم تر آهي
اڄ ٻه انسان در بدر آهي

تنهنجو در آهي منهنجو سر آهي
ٻي نه دنيا جي ڪا خبر آهي

زندگي سان رهيو اچي قائم
درد ڪيڏو نه معتبر آهي

شوق سان ڪو ٻڌي نٿو ورنه
منهنجو قصو ته مختصر آهي

هر قدم تي نوان نوان فتنه
واديءَ عشق پُر خطر آهي

زندگي جو سڪون اي دلبر
تنهنجي يادن تي منحصر آهي

ظلمتن جو ڪو غم نه ڪر "ڪيفي"
ظلمتن ۾ نهان سحر آهي



تنهنجو منهنجو جي فيصلو ٿيندو
در حقيقت هي معجزو ٿيندو

ڪُل ٿين سڀ چراغ محفل جا
دل جي داغن جو سوجهرو ٿيندو

منهنجو غمخوار تون نہ ٿي سگھندين
منهنجو غم خوار ميڪدو ٿيندو

مون کي رسوا ڪيءِ حسينن ۾
تنهنجو اي عشق ڇا ڀلو ٿيندو

حسرتن جو شمار ڇا ڪريون
حسرتن جو شمار ڪو ٿيندو

دل جي برباديءَ جو اي "ڪيفي"
ختم ڇا هاڻ سلسلو ٿيندو.

---

# نسيم ابڙو



نالو :- قاضي عبدالرحمان ابڙو تخلص نسيم والد جو
نالو :- قاضي محمد حيات جيڪب آبادي تاريخ پيدائش
١١ مارچ ١٩١٨ع تعليم سنڌي فائينل ١٩٢٦ع ڏاري
نسيم صاحب پنهنجي مرحوم استاد مغل سرور صاحب سان
گڏ لاهور ۾ علامه اقبال جو مجلسي پڻ ٿي چڪو آهي.
نسيم صاحب ڊرامه لائين سان به گهڻو عرصه وابسته رهيو آهي.

نسيم صاحب محفل - احباب جا سيڪريٽري ، بزم -
حڪيم جا جائنٽ سيڪريٽري بزم - خليق جا نائب صدر
آهن . نسيم صاحب ڪراچي ۾ پرائمري سنڌي ماستر آهي.

ڏسان شل منارا مٺي يار جا
فرشتن ۽ نبين جي سردار جا

شاها سوئي ٿيرب اچان ٿو اچان
اچي چائٺ چشمن سان تنهنجي چمان
ٻڌو سيدا سڏڙا لاچار جا

ٻڌايو مونکي آهه عشق حبيب
تہ نصرن من الله فتح قريب
وڃي گهمندي ٻاڙا تون سردار جا

عطا عشق ٿنهنجي جو ڪريو سرور
گهرايو مونکي حاضري ۾ حضور
پيا پور پل پل تنهنجي پار جا

مديني جا والي ڪرم ڪر سگهو
پري منهنجا سڀ رنج و غم ڪر سگهو
وڃن پاند جيئن پرجي پينار جا

محمد جي درجي غلامي ڪندي
بسر زندگي ٿي سلامي ڪندي
چمان نقش ٿو ان جي پيزار جا

مٿا مير مرسل ڀلائي ڪريو
وڪوڙيو ڏکن آسٽائي ڪريو
ٻڌو سڏ "نسيم" گنهگار جا

---

يا رب ڇو اسان ۾ ڪوئي جان باز نہ آهي
يا بخت ۾ ڪنهن جي اهو اعزاز نہ آهي

اي بازوئي شهباز اثر آهي قفس جو
آزاد ٿون پر قوت پرواز نہ آهي

قسمت کي ڏيون ڏوهہ ڇو سڀ ڏوهہ اسان ۾
ڪجهہ پنهنجي گناهن جو بہ انداز نہ آهي

تو پاڻ هئين پنهنجي ئي پيرن تي ڪهاڙي
پوڇو ٿو ڇو پن تون تہ ڪو هم راز نہ آهي

ڪنهن ڏينهن تہ آهون اثر انداز بہ ٿينديون
قدرت جي عصا ۾ ٿيندو آواز نہ آهي

ٻولي کي ڀلائي جو نشيمن کي وساري
اهڙو تہ ڪو گلشن ۾ دغا باز نہ آهي

هي آهي اثر عشق حسين خونِ حسين جو
ڪنهن سرمد و منصور جو آواز نہ آهي

توکي اي "نسيم" آهہ نڪا داد جي خواهش
هي عشقِ وطن آهہ ڪو اعجاز نہ آهي

---

# "آتش" سرشاري



نالو :- محمد حسين ، تخلص "آتش" نسبت سرشاري ، والد جو نالو محمد ، ذات ميمڻ . جنم جي تاريخ ٧ جولاءِ ١٩١٥ع شاعري ١٩٥٠ع کان شروع ڪيائون .

شاعري ۾ سندن استاد مرحوم حاجي استو ، مرحوم غلام احمد نظامي هئا ۽ هن وقت سندن استاد جناب سرشار عقيلي آهي . آتش محفل - نظامي جو جنرل سيڪريٽري ۽ بزم - سرشار جو جائنٽ سيڪريٽري آهي . پاڻ ڪراچي جي بهترين غزل گو شعراءِ ڪرام مان شمار ڪيا وڃن ٿا . شاعري کان علاوه موسيقي سندن بهترين مشغلو آهي ۽ پاڻ سٺا راڳيندڙ پڻ آهن . آتش هڪ بهترين دوست ۽ بلند اخلاق انسان آهي .

تو کي ڀلي ٿو يار سمورو جهان ڪپي
مون کي مگر ٿو منهنجو فقط جانِ جان ڪپي

جو مون کي هر خيال ٻڌائي نٿو سگهي
سو داستان هزار نٿو داستان ڪپي

اندي اکيان چو اشڪ اجايا وهائين ٿو
هن موتين جي لاءِ ته ڪو قدردان ڪپي

ڪر بند ذڪر قاتل و مقتول هميشن
دنيا کي ٿو سڪون ۽ امن و امان ڪپي

تنهنجي نگاه لطف جو آهيان مان طالبو
تنهنجي نگاه لطف ٿي پير مغان ڪپي

صياد پي هجي ۽ وري خوف برق پي
اهڙي چمن ۾ مون کي نه ٿو آشيان ڪپي

”آتش“ نگاه ناز جون رعنائيون نه پڇ
هن لاءِ هڪ طويل جدا داستان ڪپي

مهڪندو شل اهو گلاب رهي
تنهنجو قائم سدا شباب رهي

مون کان پيچ تنهنجي چشم ۾ ساقي
کھڙو رنگين ٿو شراب رهي

توکي کھڙي خبر کلن وارا
جو ٿو منهنجي اکين ۾ آب رهي

رسم الفت ۾ هي روا ناهي
يار کي يار کان حجاب رهي

زلف ڇھري تي ماهرو تنهنجا
ابر ۾ جئن ٿو ماهتاب رهي

پهچندو ڇا هو پنهنجي منزل تي
جو سدائين ٿو محو خواب رهي

اهڙو "آتش" شراب گھرجي ٿو
زندگي پر نہ ڪو عذاب رهي

———٭———

# تـــاج بلـــوچ



نالو :- تاج محمد، "تاج"، والد جو نالو نور احمد خان ذات ٻُلو بلــوچ. ٦- اپريل ١٩٣٨ع ۾ ڄائــو. ١٩٥٣ع ۾ پنهنجي والده ماجـده جيءَ اوچتي انتقال واري حادثي کان متاثر ٿي شاعري شروع ڪيائين. ابتدا ۾ دوها، بيت ۽ ڪافيون چوندو هو. سندس موزون شاعري جو دور ١٩٥٨ع کان شروع ٿيو.

پاڻ سنڌي ادبي سنگت جو جائنٽ سيڪريٽري، محرابِ ادب جو سيڪريٽري ۽ بزمِ اصغر جو نائب صدر رهي چڪو آهي. هن وقت بزمِ فڪر و فن ۽ بزمِ سرشار جو سيڪريٽري ۽ هفتيوار اخبار "آزاد" ڪراچي جي ادبي حصي جو مرتب آهي.

جو منهنجي تخيل ۾ پنهان ٿيو
برنگِ غزل سو نمايان ٿيو

جڏهن جلوه گر، روءِ تابان ٿيو
تڏهن شهرِ دل ۾ چراغان ٿيو

هتي غنچهِ گل پريشان ٿيو
هتي مست چاڪِ گريبان ٿيو

ڪندو ڪين جلوه نمائي قمر
فروزان اگر داغِ هجران ٿيو

پکيڙي ڇڏيا زلف ڪنهن دوش تي
نظامِ دو عالم پريشان ٿيو

صراحي ۽ ساغر تي سجدا ڏنا
جڏهن ذڪرِ چشمِ غزالان ٿيو

ڇڏي ڏيو ڪري "تاج" پل عاشقي
اجايو نه يارو پريشان ٿيو

---

منهنجي سر تي قضا ڪڙي آهي
ڪنهن حسين ساڻ نظر لڙي آهي

ڪا مٿي طنز، ڪو حسين الزام
ان سوا زندگي ڪڙي آهي

جام ڏي ساز ڪڻ، ڪو ڇيڙ غزل
منهنجي گردش ۾ دل اڙي آهي

دل جو آباد شهر تو ڪان سوا
ڇڻ تہ واري جي ڪا دڙي آهي

ڀو پرين! ڪير تو کي روڪيندو
اڄ نہ وڃ، موت جي گهڙي آهي

گردش - وقت جو نہ خوف اٿم
منهنجي ساغر ۾ وهُ ڪِڙي آهي

منهنجي دل ڇو، وساميو ٿي وڃي
ڇا ڪٿي ڪونج ڪا رڙي آهي

منهنجي محبوبہ! شاعري منهنجي
منهنجي تو سان تہ جيءَ جڙي آهي

---

# "قيصر" قزلباش اسيري





نالو :- غلام عباس قزلباش تخلص "قيصر" ، نسبت اسيري والد جو نالو ابراهيم قزلباش تاريخ ولادت ١- فيبروري ١٩٢٥ع قيصر صاحب اردو ۽ سنڌي زبانن جو قادرالڪلام شاعر آهي . سندن اردو شاعري جو دور ١٩٣٦ کان شروع ٿئي ٿو.

اردو ۾ سيماب اڪبر آبادي ۽ سنڌي ۾ مرحوم علي محمد "اسير" کان شرفِ تلمذ حاصل اٿن . قيصر صاحب جي سنڌي شاعري جو دور ١٩٥٩ع کان شروع ٿئي ٿو ۽ شعر سخن جو ڏانءُ پاڻي کين مصوري ، جي وڏ ۾ پياريو ويو آهي .

پاڻ بهترين ۽ سلجهيل دماغ ڪمرشل آرٽسٽ آهن . ڪراچي جي ادبي بزمن جا سرگرم ڪارڪن ۽ بزم - شرسار جا سيڪريٽري نشر و اشاعت آهن .

ستم اهڙو اي ذوالجلال نہ ڪر
لطف سان مون کي پائمال نہ ڪر

روبرو تي ثبوت - هستي ڏي
عرش و ڪرسي تان قيل وقال نہ ڪر

لڙڪ اڄ خاڪ تي ٿي هاري ڇڏ
دامن دوست جو خيال نہ ڪر

صرف تو تي ٿي انتها ڪانهي
ناز ايڏو اي خوش جمال نہ ڪر

پنهنجي هستي سان پاڻ روشن ٿي
ماه و خورشيد کان سوال نہ ڪر

پير پير مغان جا ڌوئي پي
آب ڪوثر جو ڪو خيال نہ ڪر

دشمنن کي ڪٿي مٺو نہ لڳي
دوست کي ايترو نهال نہ ڪر

---

محبت جا ميدان وسائي ڇڏيندس
صداقت جا خيما سجائي ڇڏيندس

حقائق کي بامِ فلڪ تي رسائي
عقائد جا پرچم جهڪائي ڇڏيندس

ڏيئي ذري ذري کي اوجِ ثريا
مہ و مهر و انجم بڻائي ڇڏيندس

عمل جا ڪري ماه و خرشيدروشن
چراغِ تمنا اجهائي ڇڏيندس

وري سيج سينگاري هوش و خرد جي
فريب جنون کي مٽائي ڇڏيندس

وري شاخ گل طاقِ ابرو ۾ ويهي
تغزل جا نغما لٽائي ڇڏيندس

وري زلف ور خسار جي ڇانوَ ۾ اڄ
نشاط ارم کي لڄائي ڇڏيندس

وري غمزه وناز جي ساز تي اڄ
متاع جواني لٽائي ڇڏيندس

وفا تي گهڻو ناز آ توکي "قيصر"
ڪڏهن توکي به آزمائي ڇڏيندس

# "شاڪر" سرشاري



نالو :- محمد يوسف تخلص شاڪر نسبت سرشاري والد جو نالو محمد رمضان، ذات سومره. سال پيدائش ١٩٢٢ع ڪراچي تعليم سنڌي فائينل، انگريزي ٽي درجا. شاڪر صاحب کي دينيات جو به ڪافي مطالعو آهي. شاعري ۾ سندن استاد حضرت سرشار عقيلي آهي. شاڪر صاحب پنهنجي زندگي جا ٢٢ سال پريس لائين ۾ گذاريا آهن ۽ سنڌي زبان جا لاثاني ۽ ڪهنه مشق ڪمپازيٽر آهن. شاڪر صاحب جي شاعري جي عمر به تقريباً ١٢ - ١٣ سال ٿيندي. پاڻ ڪراچي جي بهترين شاعرن مان شمار ڪيا وڃن ٿا. شاڪر صاحب تمام مخلص صاف دل ۽ آزاد خيال انسان آهي. کين موسيقي مان والهانه عشق آهي ۽ شاڪر ميوزڪ ڪلب، سندن ئي شوق جو نتيجو آهي. پاڻ ڪراچي جي ادبي مجلسن جا مور آهن. شاڪر محفلِ احباب جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي ۽ هن وقت بزمِ سرشار جي ڪاروباري ڪميٽي جو ميمبر پڻ آهي.

سوين دل تي صدمه جفاڪار جا
ستم ٻارها ٿي مٿي يار جا

ڪو تنهائي ۽ غم ۾ مونکي ڇڏي
وسائي ڀيو وڻ ٻئي ٻار جا

اچا دستِ ساقي صراحي ڪنٿي
ويا هوش ٻورا ٿي مئخار جا!

سڄڻ جي ڏسڻ جون اميدون اٿم
لهي ويندا ارمان ديدار جا

ڇا مسڪين، ڇا صابر ڇا شاڪر ۽ ٻيا
مڃي هر ڪو ٿورا ٿو سرشار جا

نه آهي ضرورت اسانکي اي دوست
جو ڳايون ويهي گيت زردار جا

نه وسرن ٿا "شاڪر" آهي چند لمحه
گذاريم جي دلبر سان گفتار جا

———

باقي ڪي پنڌ ٽورو ! تي برد بار سائي !
نزديڪ آهي منزل ! همت نہ هار سائي !

رهبر ٿو جنهنکي سمجهين رهزن متان هجي هؤ
ڪرڻ پير تون سنڀالي ! ٿي هوشيار سائي !

غيرن تي ڪهڙي هجت ! آهن اڳئي پراوا
پنهنجن تي ڀي نہ آهي اڄ اعتبار سائي !

اي چنڊ تون ٿو چمڪين تارن جي سات سان پيو
مون ڪان ويو آ وڇڙي ڪو غمگسار سائي !

هاڻي تہ ڪوبہ ڪونهي پرسان حال "شاڪر"
هڪ ئي تہ زندگي جو هو يارِ وار سائي !

# محمد خان "سارنگ"



نالو :- محمد خان ، تخلص "سارنگ" ذات سنڌي ميمڻ . ڪين شاعري جو شوق ١٩٣٩ع کان شروع ٿيو . سنڌي شاعريءَ کان علاوه اردو ۽ هندي ۾ به طبع آزمائي ڪيل اٿن . شاعري کان علاوه ڪين موسيقي، ڊرامه نويسي، هدايتڪاري ۽ آداڪاري جو پڻ گهڻو شوق رهيو آهي سندن ڪيترائي لکيل ڊراما سندن ئي هدايتڪاري هيٺ اسٽيج ٿي چڪا آهن. شاعري ۾ سندن استاد مرحوم غلام احمد "نظامي" هو ۽ سندن اوچتي انتقال کان پوءِ "سرشار" عقيلي صاحب جي رهنمائي ۾ گهڻو ڪجهه فيض حاصل ڪيائون . محفل - احباب جا پهريان جنرل سيڪريٽري به پاڻ هئا . هو ڪراچي جي ممتاز شاعرن مان شمار ڪيا وڃن ٿا. "سارنگ" صاحب هڪ مخلص انسان آهي . سارنگ صاحب بزم - سرشار جي ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر ۽ ڪراچي جي ادبي ادارن جو سرگرم رڪن آهي ان کان علاوه سارنگ صاحب بزم - خليق جو جنرل سيڪريٽري پڻ آهي .

اثر آه کي جي عطا ٿي وڃي
نه چو ہوء محشر بپا ٿي وڃي

اڏر سنگدل دلربا ٿي وڃي
ته جيکر چوان ڇا ته ڇا ٿي وڃي

اچي نيت جنبش ۾ ٿو عرش پيءِ
اگر ظلم جي انتها ٿي وڃي

جي تدبير جي شمع روشن ڪجي
ته بخت - سيه پُر ضيا ٿي وڃي

خطا وار جي سا خطا ڇا خطا
جي بخشش جي لائق خطا ٿي وڃي

قيامت قيامت جُدائي جو غم
نه ڪوشال ڪنهن کان جدائي وڃي

آها رنگ آڻي ٿي "مارنگ" ضرور
جڏهن عرش تي ڪا دعا ٿي وڃي

---

سک سڄڻ جي دل ۾ ڏار
سمجھ سياڻا ڪر ويچار
ٻاق نہ ٻاهر ڪا نڪري
ٻاهہ ٻرهہ جي اندر ٻري
ناهي مناسب ڪرڻ پڪار …… سمجھ سياڻا ……

راهہ اڙانگي عشق سندي
ڪين ڪوچيڙونڪا ڪندي
مشڪل آهي پهچڻ پار …… سمجھ سياڻا ……

ساڻ خوشي تون سهہ سختي
من جي ماري چڏ هستي
ڏک اٿئي سک جو سينگار …… سمجھ سياڻا ……

محب نہ توکان آهي پري
غافل ڏس تون نظر ڪري
تسبيح ۽ سجدا بيڪار …… سمجھ سياڻا ……

عشق جو ”سارنگ“ رنگ عجب
رنگ جا آهن انگ عجب
ڪين ڪري ڪو سگهي شمار …… سمجھ سياڻا ……

———

# محمد رمضان "دل"



نالو:- محمد رمضان تخلص "دل" والد جو نالو سليمان مغل، پاڻ ١٩١٧ع ڌاري نو آباد ڪراچي ۾ پيدا ٿيا سنڌ مدرسي ۾ چوٿون درجو انگريزي پاس ڪيائون شاعري جو ذوق حضرت امير مرحوم جن جي رفاقت جي طفيل پئدا ٿيو پاڻ اٽڪل ويهن سالن کان شاعري ڪري رهيا آهن. حضرت امير مرحوم جي انتقال کان پوءِ امير مرحوم جي جملي شاگردن کين مرحوم جو جاءِ نشين تسليم ڪيو. اهڙو اعلان محفل - احباب جي گڏريل مشاعري، جنهن جي پاڻ صدارت ڪري رهيا هئا، ۾ ڪيو ويو حضرت "دل" صاحب نهايت پختہ گو شاعر ۽ نيڪ دل انسان آهن. سادگي صداقت ۽ خلوص سندن امتيازي خصوصيتون آهن.

ادب جي ترقي جي معمار جو
زماني تي احسان آ شرشار جو

سخن فهمي و شعر اشعار جو
هي شهرو عقيلي جي دربار جو

هي بزم - ادب رشڪ - فردوس آ
نه ڪرذڪرهت دشت وگلزار جو

عمل تنهنجو آهي خلوص آشنا
سخن آئينو تنهنجي ڪردار جو

عجب شاعري آ تنهنجي شاعري
خجل ٿي ويو مجموعو اغيار جو

دل ناتوان پيو ڪري پيش چا
فقط آهي نذرانو اشعـــار جو

زمانـو ٿيـو آ ملاقـــات کي
هي مشتاق "دل" آهي ديدار جو

---

انسان جي ڳالهہ ڪر غم ـ انسان جي ڳالهہ ڪر
افسانہ ِ حيات جي عنــوان جي ڳالهہ ڪر

دامن جي ڳالهہ ڪر نہ گريبان جي ڳالهہ ڪر
وحشت ۾ صرف زلف ِ پريشان جي ڳالهہ ڪر

ڪلين جو ذڪر ڇڏ ۽ گلستان جي ڳالهہ ڪر
يعنيءَ عــلاج ـ تنگئي دامان جي ڳالهہ ڪر

دشواريون سفر جون ڏين ختم هن طرح
همراه ـ عشق منزل ـ جانان جي ڳالهہ ڪر

ديوانگي ڪي ذڪر ـ گلستان سان ڇا غرض
وحشت زدن سان دوست بيابان جي ڳالهہ ڪر

ڪعبہ جو ذڪر دير جي افساني ڪي ڇڏي
مون سان واعظا در ـ جانان جي ڳالهہ ڪر

اي چاره گر حبيب جون ڳالهيون ڇڏائي ڪي
"دل" سان دل جي درد جي درمان ڳالهہ ڪر

---

# "صابر" نوآبادي



نالو :- عبدالرحيم تخلص "صابر" والد جو نالو رمضان ذات سومرو ١٩٢٢ع ۾ نوآباد ڪراچي ۾ تولد ٿيو ابتدائي تعليم چار درجا سنڌي تائين حاصل ڪيائين. پوءِ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخلا ورتائين. جتي اڌ ڏينهن پڙهڻ کان پوءِ باقي اڌ ڏينهن روزنامه "الوحيد" ۾ ڪمپازيٽري سکندو رهيو ۽ هن وقت بهترين سنڌي ڪمپازيٽر آهي. "الوحيد" ۾ بهترين ۾ مضمون ڪمپوز ڪندي ڪيس به لکڻ جو شوق شعر ۽ مضمون ڪمپوز ڪندي ڪيس به لکڻ جو شوق جاڳيو، سندن شاعري جو دور ١٩٥٢ع کان شروع ٿئي ٿو پاڻ نه فقط هڪ سٺو شاعر آهي پر سندن افسانا ۽ مضمون پڻ ادبي نڪته - نگاه کان قابلِ ذڪر آهن. شاعري ۾ سندن استاد مرحوم علي محمد اسير هو. پاڻ هڪ نيڪ دل، نيڪ طبيعت ۽ پاڪ طينت انسان آهي. بزم - سرشار جي ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر ۽ ڪراچي جي ادبي سرگرمين ۾ نمايان طرح سان حصو وٺندو رهندو آهي.

هي تهنجي چهره تي هر وقت مردگي ڇاهي،
ذرا ته سوچ اي انسان هي زندگي ڇاهي.

جنهن هر قدم تي غمن کي سڏي پيار ڪيو
تنهن نامراد کي ڪهڙي خبر خوشي ڇاهي

سخي ڪان شوم پلو جو جواب ترت ڏئي
هي روز روز نئائن جي بي رخي ڇاهي

سلڻ کي راز حياتيءَ ۾ ٿا سوين سلجن
هي راز ڪنهن به نه سمجهو ته زندگي ڇاهي

ڏکن سکن جا گڏي لُڙڪ پيا پيئون "صابر"
اسان کي ڪهڙي خبر آب ڪوثري ڇاهي.

---

جيڏانهن ٿو ڪريان سهڻا مان نظر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان

آ ڪهڙو ڪيو تو دل تي اثر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان

جنهن ڏينهن ڪان جدا آهين تون ٿيو
سک ، چين ڦٽو آرام ويو

ڪجهه هوش رهيو آهي نه مگر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان .

تو مون کي وساريو آ دلبر
دل توکي وساريو آ دلبر

مان ياد جي پردي ۾ اڪثر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان

تو يار ڇنو خود ناتو آهه ،
من توکي ڏسڻ لئه آتو آهه

تو منهڙو مٽايو آهي مگر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان

ڪي دل کي ذري گهٽ گهائن ٿا
”صابر“ کي ڏسڻ کي چاهن ٿا

سيني کي چڏي اي جانِ جگر
توکي ٿو ڏسان توکي ٿو ڏسان .

---

# "جوهر" سرشاري



نالو :- جمعه خان تخلص "جوهر" نسبت سرشاري والد جو نالو فضل احمد خان ذات پٺاڻ. تاريخ پيدائش ۷ آگسٽ ۱۹۱٦ع شاعري ۾ سندن استاد جناب سرشار عقيلي صاحب آهي. جوهر صاحب جي شاعري جو دور ۱۹۳۹ع کان شروع ٿئي ٿو. جوهر صاحب تمام مسڪين ۽ شريف طبيعت انسان آهي ۽ گوشه نشين نه هوندي به گوشه نشين آهي. ذاتي مشڪلاتن ۽ مجبورين جي بنا تي ادبي مجلسن ۾ ڪجهه قدر گهٽ حصو وٺندو آهي. جيتوڻيڪ سندن ذريعه تعليم اردو پڙهي رهيو آهي پر ان جي باوجود به ڪراچي جي گهڻن شاعرن کان سندن معيار بلند آهي سنڌي ۽ اردو کان علاوه جوهر صاحب فارسي زبان ۾ به شاعري ڪندا آهن.

---

دولت آهي
ڪوئي مفلس ڪٿي
سخاوت آهي
تنهنجي
واهه جي

ڪا چٽ آهي
ڪابه ديوار نه
تربت آهي
نادار جي
اها

گذري ويندا
ڏينهن فرقت جا ته
قيامت آهي
رات
هجر جي

لبن تي لالي
ڏند سهڻا ۽
قيامت آهي
قيامت تي
اُف !

ٿو مون سان
روز پرچي ۽ رسي
فطرت آهي
يار جي
هي عجب

ٿيو آ "جوهر"
قابل - رشڪ
عنايت آهي.
تنهن جي
هي به هڪ

———

اهڙو رنگين، شراب ڇا ڇڄي،
يعني آتش در آب ڇا ڇڄي.

دور جو انقلاب ڇا ڇڄي،
شيخ اڳيان شراب ڇا ڇڄي.

جام اهڙو ڀري ڏنو ساقي،
ٿي ويس فيضياب ڇا ڇڄي.

قرب تنهنجو سدائين غيرن سان،
تنهنجو مون تي عتاب ڇا ڇڄي،

بزم ساري ٻڌي ويئي حيران،
يار جو انتخاب ڇا ڇڄي.

يار ٿي يار کان نہ شرمايو،
دوستن ۾ حجاب ڇا ڇڄي.

يار جي بارگاهہ مان "جوهر"،
ٿي ٿئي مستجاب ڇا ڇڄي.

———

# "نياز" سرشاري



نالو :- محمد ابراهيم تخلص "نياز" والد جو نالو محمد حسين. "نياز" صاحب ١٥ جولاءِ ١٩٣١ع ڌاري پيدا ٿيا. ستين درجي سنڌي ۽ ٽئين انگريزي تائين تعليم پرائي ڪان پوءِ هن وقت گورنمينٽ پريس ڪراچي ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي،

شاعري جو ابتدائي سبق پنهنجي والد آتش سرشاري کان سکيو ۽ پوءِ حضرت سرشار صاحب جن جي شاگردي جو شرف حاصل ڪيو. ڪراچي جي سنڌي شاعرن ۾ نياز ئي واحد شاعر آهي جنهن مزاحيہ شاعري ڏانهن توجهہ ڏني سنڌس مزاحيہ شعر محفلن ۾ اڪثر دلچسپي جو باعث ثابت ٿيندا رهيا آهن. نياز نهايت خوش اخلاق با ادب ۽ خاموش طبيعت جو مالڪ آهي.

---

غازين ۾ صابرن ۾ انقلاب
عاشقن ۾ شاڪرن ۾ انقلاب

ظالمن ۾ رهزنن ۾ انقلاب
مومنن ۾ رهبرن ۾ انقلاب

واعظن ۾ مئڪشن ۾ انقلاب
صوفين ۾ زاهدن ۾ انقلاب

اهلِ فن ڪاريگرن ۾ انقلاب
شاعرن ۾ محفلن ۾ انقلاب

شاهراهن پيچرن ۾ انقلاب
ماڙين ۾ ۽ پکن ۾ انقلاب

برق و باران بادلن ۾ انقلاب
آشيانن ۾ وطن ۾ انقلاب

رنگ و بو ۾ ۽ گلن ۾ انقلاب
هر طرف آيو چمن ۾ انقلاب

"نياز" شل قائم هجن هي محفلون
پل هجي بزم - سخن ۾ انقلاب.

---

ڏينهن چار زندگي جا خوش گذار ساٿي
هر ڪنهن بري ٻاي ڏانهن مرڪي نهار ساٿي

هي ع جان آهي حاضر اي غمگسار ساٿي
ونگو نہ شل ڪڏهن ٿئي تنهنجو ڪووار ساٿي

ساٿي سڏائي هرڪو ساٿي ٻڌائي هرڪو
مشڪل مگر ملي ٿو ڪو رازدار ساٿي

توسان نظر ملائي سرشار ٿي ويس مان
اکين اندر رهي ٿو هردم خمار ساٿي

پهتو اچي تہ آهين ڏورو نظر ڪٿي ڏس
نزديڪ آهي منزل همت نہ هار ساٿي

دنيا عذاب آهي دوکو فريب آهي
دنيا ۾ آهي هرڪو غم جو شڪار ساٿي

اي "نياز" محفلون سي آهن ڪٿي خوشي جون
سي سازگار لمحا سي روزگار ساٿي

---

# اسان جا ڇپايل ڪتاب

| | |
|---|---|
| 1- اندر آگيون لائيون | ”جاني“ بنگلاڻي |
| 2- درد پريان جي دانهن | پيشورام ”باوفا“ |
| 3- خيابانِ مير | مير غلام الله خان ٽالپر ”مير“ |
| 4- منهنجا سهڻا سڄڻ | سيد غلام حيدر شاهه ”حيدر“ |
| 5- ٻلي چربو چون ماڻهون | سيد غلام حيدر شاهه ”حيدر“ |
| 6- جلوه يار | ”مسرور“ ’ڪيفي‘ |
| 7- سيرِ ڪشمير | صوفي روشن الدين ”روشن“ |




## بزم ادب صوفي فقير

ضلعو عمرڪوٽ

